# تاريخ شعرا لاڙ

## حصو ٻيو

مرتب

محمد هاشم ٽالپر "خادم"

ڇاپو ١ قيمت ١-٠٠ جلد ٥٠٠

سال ١٩٧٠

اديبي محفل بدين سنڌ

## انتساب

هي ادنيٰ تحفو بدين جي بزرگ شاعر سائينءَ

فقير جي حضور ۾ پيش ڪريان ٿو جنهن جي

شاعريءَ جي پرتوي جو اثر سڄي سنڌ تي جلوه افروز آهي

محمد هاشم ٽالپر خادم



ڇپائيندڙ: ادبي محفل بدين سنڌ
ڇپيندڙ: بدين پريس بدين سنڌ

## پيش لفظ

تاريخ شعراءِ لاڙ“ حصه اول ادب جي دنيا ۾ ڪافي
وقت اڳ نروار ٿي چڪو آهي، جو محمد سومار
شيخ ترتيب ڏنو هو. هي ساڳي ڪتاب جو ٻيو
حصه آهي جو ترتيب سان ادبي محفل بدين پاران
قارئين ڪرام جن جي هٿن ۾ حاضر آهي بدين جي
ادبي محفل جو بنياد پهرين مارچ ١٩٧٠ ۾ بدين ۾
رکيو ويو. جا اڄ هفتن هفتي ۽ هاڻ پندرهين
پندرهين روز مشاعرو ڪوٺائيندي رهندي آهي جن
مقصدن لاءِ ادبي محفل جو بنياد پيو تن ۾ انهن
ڳالهين سان گڏ اديبن ۽ شاعرن جون تصنيفون
اشاعت ۾ آڻڻ ۽ گذاري ويل شاعرن جون ورسيون
ملهائڻ شامل هو، سو ادبي محفل پنهنجي پروگرام
موجب تمام مالي ڪمزورين جي باوجود تصنيفن جو
سلسلو چالو ڪيو آهي جنهن جي پهرين ڪڙي هي
ڪتاب آهي ۽ جلد ئي ٻيو ڪتاب به شايع ٿيندو ۽
۽ ورسيون به ڪيترن شاعرن جو ملهائي چڪي
آهي اميد ته ادب دوست بزرگن جي دعا سان پنهنجو
ڪم پروگرام مطابق بخوبي سر انجام ڏيندي
رهندي، شاعر ڪنهن فن نه بلڪ دلي جذبت جو نالو
آهي جو شاعر پنهنجي زبان يا پنهنجي قلم جي ذريعي
اشرف المخلوقات جي اڳيان پيش ڪري ٿو، هي
هي هڪ اهڙو جذبات آهي جو ڪو

۽ وجداني شاعر قلم کڻي حسين خيالات لکڻ تي
آماده ٿيندو آهي، ته سندس چپون آنسوئن مان آليون
هونديون آهن ۽ جذبن کي ۽ باشعور شخص اهي
حقيقتون پڙهي ٿو ته سندس ذهن ۾ تحرڪ اچي وڃي
ٿو، شاعر هر خطي، هر ملڪ هر ٻولي ۾ پيدا ٿيندا
رهندا آهن، شاعر ٻولي کي زنده رکندا آهن جنهن
ٻولي ۾ شاعرن جي کمي هوندي آهي انهي زبان کي
اڳيرو سڌيو وڃي ٿو. بدين به هڪ اهڙي بستي جو
ڳالو آهي جنهن کي سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ ڪڏهين
به فراموش نه ٿو ڪري سگهجي، هن بستي جي خاڪ
لنواري جي لال خواجه محمد زمان ۽ شهاب الدين
احمد جهڙن بزرگن مولوي احمد ملاح جهڙي باوقار
شاعرن، شمشيرالحيدري ۽ محمد عمار شيخ جهڙن
اديبن جا قدم پي چميا آهن، اڄ به هن خوش نصيب
بستي تي تقريبن سٺ کن شاعر زنده آهن جي هر وقت
پنهنجي ڏن جي آغوش ۾ غرق انديش هوندا آهن
آخر ۾ سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن کي گذارش ٿو
ڪريان ته هو نيڪ خيالاتن ۽ مشورن مان نوازين ته
جيئن ادبي محفل دين کي ڪامياب بنائجي، اشاعت
۾ سهڻي نموني رونما ڪجي تاريخ ١ ١١ ١٩٧٠

محمد هاشم ڳالهو ناظم جنرل

سيڪريٽري ادبي محفل بدين سنڌ

# حاجي شاهنواز "شائق"

سندس پيءُ جو نالو قاضي محمد رحيم ۽ ذات عباسي آهي سندس جنم ١٩١٩ ڳوٺ فارق آباد ۾ ٿيو، شاعري ١٩٣٧ کان شروع ڪيائين، اڄ تائين ٻه هزار کن شعر لکيا اٿس ڪيس شاعري جنون حضور جي محبت مان ۽ سائين زين العابدين جي صحبت ۾ جاڳيو، هاڻ وقت ڍنڍ شهر ۾ حڪمت جو ڌنڌو ڪندو آهي

## غزل

پلين آئين پيارا تون، سخي سردار سونهارا.
پيان ڪان تون پياو، مٺا مهندار موچارا.
تنهنجي چائي اچهن آئي ملڪ ماڪي ٿيو مصري.
ڳنن ۾ گلذار ڪلي هيڪار، سچا سردار سوڀارا
ونا مينهڙا ڦٽا گلڙا، ڏسان اسرار عرش ۾.
ٿيا سڪڙا لٿا ڏکڙا، اڙين آڌار سردار
پسي تجلي شمع شعلو، رهي هر وات وائي ٿي.
ڏسي سرڪار وڏي پلڪام مڙين مختيار مهندار.
تنهنجو "شائق" آقائي سڏير تو کي سچي سڪ مان.
رکي رغبت ڪري محبت ۽ توسان پرور پرين پيارا

# غزل

ٿا جدائي ۾ جلن، جند جان ۽ جيرا جسم.
سڙ سان سڪ ۾ سيڪن، ڙ هڙچم هينئون ڏکيون ڏسم.
حيف گذري جا حياتي، ڏور تو کان دلربا،
جي گذي گولو گدارين، گذر گذر گوندر ۽ غم.
جي ڏهين ساڀون سڪايل، تان سڪايل سڪندي.
پر نه ڪــر پردي جي پرم، او ڪي آهنجو قسم.

دل گهرئي ديدار د مردم، دلربا دلدار جو.
جي وجي ريچو وچان، قرآن سان پوءِ گهرُوم ڪم.
ڪر ڪٿي تو کان ڇڙيا مون، ڇپي منهنجا قريمه.
ڇاڪ چيري تن ڪيا، هڏ ڏيئان ۽ ماه چم.
شوق ۾ ”شائق“ گهري، انعام هي تو عجيب،
تان ٿين پورا پساه، جي تون اچين ساڀون صنم.

# مرثيہ

روئي رات ڏينهن، يار اصغر پياسي
ڪسڻ لاءِ تيار، اصغر پياسي

حسينؑ جي هنج ۾، هي شمش ماه غازي
ڪيو ڪوفين ۾، اظهار اصغر پياسي

نہ مذهب ۾ جائز، صغيرن سان جهيڙو
ڪري پيو هي، گفتار اصغر پياسي

مڙن ڪين ڪڏهين بہ حق جا سپاهي
ڪٺي هي بہ نندڙو يار اصغر پياسي

"خليل" آه عبرت ۾ ايوب واه چئي
ڪيو ڪربل ۾ واڪار اصغر پياسي
هي صابر هي شاڪر هي "شائق" ڪسڻ لاءِ
شهيدن جو سينگار اصغر پياسي

# ٻيتا

اڄ تہ اڀاڻن جي اٿر اندر منجهہ آکيو
پسان ملڪ مارن جو اٿم سڪ سمور
جهڙ مر جهوڙا جنسُ موريا زمز مز ٻير
پيان ڪوثر ڪٿير پسان ملڪ مارن جو

*—*

پسان ملڪ مارن جو، جتي رهاڻيون رس؛
چمرن وري چانو ڪئي، ڪکرن ڪيا ڪس.
بدل ٻوندون ٻحر ٻنيون؛ وسون ٿيون وس
مٽرت ميها مڪٽيون لالر ٿيا اس
هن قسمت قيد ڪيو، بندم ٿيس بوس.
شوق مان "شائق" چوي، ڏونگر ڏوري ڏس.
جانب ڏيدو جس، ملان وڃي مارن کي.

*—*

مٽرت مڪٽيون ماڊاڙا ڦٽا ڪپر ڪم سيئر
ڦوڪڻ ڦاهار ڊا عطر جهڙن عنبر
قنو آرم اکڙين جو نٽن وهايا نير
ڪري قادر قدير وڃان شال وطن ڏي.

# "الله بچايو"

تعارف: نالو الله بچايو، ولد محمد بخش تخلص "بچيو" ذات جوڻيجو، ويٺل ڳوٺ: ميون ملوڪ، تعلقو بدين. جنم تقريباً ١٩٢٠ع، ڌاران ١٩٤٣ع ۾ شاعري شروع ڪيائين، اڄ تائين تقريباً هڪ هزار کن شعر چيا اٿس، شاعري جو جنون مجازي عشق کان شروع ٿيو. سندس، شاعر دوست، ميرو گوپانگ ۽ عبدالواحد آهن.

## غزل

پار اڪارج تار سمنڊ مان، سار لهج سردار سڄڻ.
سور سڄڻ تنهنجا پور پون، تولئي مانديءِ مران ميهار سڄڻ
سور سمنڊ ۾ پيرَ پيسا، تير مثل آهي ويڙ ويسا.
چير جگر ۾ جهير ٿيا، ٿي مدد اچي مهندار سڄڻ،
چوليون جي ۾ ڪوليون لڳن، سينسار سوين ڪري ڏوليون ڏلن،
ڪميون ڪچون ڪنيز واڳون وڙهن، اچي اڄ ۾ ٿي آڌار سڄڻ
ڪهوٽ سڱهوڙي موٽ، وڙ ڏانهن، اوٽر ڪي ڪرچوٽ مون ڏانهن.

ٻوٽ ٻهڻ کي موٽ موڙ ڏاهي، مونکي ڪٽيو ويڇڙ سنسار ۾ جو.
ٻڌر "ٻچايا" ٻهر نه ويٺي، ڄام ساهڙ جي شهر نه ويٺي،
لڙهندي منجهه سا لهرن ويٺي، جنهن کي عشق ڏنو آزار سچو.

# غزل

ڏني اٿم دلربا کي دل، دلي دلدار جي مرضي.
حوالي هڙات جي آهيان، هيئين حي هار جي مرضي.
ڪرڻ منظور ڀڃي ڳالهڙون، هميشه هٿ حبيبن جي،
کپي ماري جياري جي، جيئي شل يار جي مرضي.
جڏي جيئي کي جيارڻ لئي، ڪڏهين ديدار ڏر تيندو
دوا دارون ملم منهنجو، مٺي مختار جي مرضي.
رنج يا راضي رهن، خاموش يا خوش تي کلن،
ڏپ يا ناردن دل، اکين جي نار جي مرضي.
ڪنهرائي گهر يا گهرويٺي، کس گهمندي يا گلشن ۾،
ڪرڻ ڪا گفتگو ڪنهري، گوهر گلزار جي مرضي.
جڏهين جانب اڳي ايندا، تڏهين جيئندس "جوڻيجو" چئي
منهنجي يا صفا سازي، سچڻ سرڪار جي مرضي.

# غزل

ڪفر جو ڪم عشق سيڪاري تہ ڇا ڪريان!
مندر ۽ ڪليسا ۾، ويهاري تہ ڇا ڪريان!
بلڪل شراب پيئڻ، حد کان حرام آهي،
ليڪن حسين هٿ سان، پياري تہ ڇا ڪريان!
شريعت جي بر خلاف، ڪرڻ ڪجهہ شوق شيطاني،
گلزار اچي گهر ۾، گذاري تہ ڇا ڪريان!
ڳالهيون ڪرڻ نہ ڪنهن سان، مخفي نہ مناسب،
خوامخواه خوش حال، ڪيڪاري تہ ڇا ڪريان!
هجان سعدي ۾ سارو ڏينهن، پڙهان قرآن ۽ ڪلمون،
مسجد کان سڏي ٻاهر، بيهاري تہ ڇا ڪريان!
بد نظر سان ڇٽي "بچايو"، ڏوري ڏسڻ ڏاڍو گناه،
پر نويل، ڪو نماڻو، نيهاري تہ ڇا ڪريان.

## علي ڏنو "سوز" ميمڻ.

"سوز" جي والد ماجد جو نالو فيض محمد آهي ۽ ڳوٺ ٽنڊو غلام علي تعلقہ ماتلي جا رهاڪو آهي. سندس جنم ۲۹-۳-۱۹۳۰ آهي شاعري ۱۹۶۱ع ۾

شاعر دوستن جي مصلحت ۽ ڪچهري

۾ اچي چوڻ شروع ڪيائين مسدس

شاعر دوست اسلم "مسافر" عبدالله

"عبد" ممڪ آهن. اج تائين تقريبن

۵۰۰ سؤ شعر مختلف صنفن تي لکيا

اٿس، جنهوني شاعر آهي.

## غزل

يار ماضي ڏي چڏي، جيڪي ڏٺو سو خواب هو.

وقت ڪٿهن ويلي وڏي، جيڪي ڏٺو سو خواب هو.

ڇهه ڀيو ڪو پور پرين. پيارا ويا ڀاسو ڪري؛

لاشڪ تہ ويا لالچ لڏي، جيڪي ڏٺو سو خواب هو.

طلب تا تون تن ۾ آهن؛ تانگهن تـوائـي آهيو.

تصور ۾ طالب تڏي جيڪي ڏٺو سو خواب هو.

وايون وئجارن وچڙ جون ويل جنهن ويلي ڪيون.

واڪا ڪندس واڪي وڏي جيڪي ڏٺو سو خواب هو.

وقت واپس ڪين ورندو ورنن چتندا وقت تي،

جنجال جو ٻيڙي ٻڏي جيڪي ڏٺو سو خواب هو.

# غزل

گردش ايام جي ڳالهه ڪهڙي،
حسن انتظام جي ڳالهه ڪهڙي.

ساقي جي سخاوت جي شهرت عام آهي
بادهء گلفام جي ڳالهه ڪهڙي.

قدم بوسي اوهانجي ۾ فخر آهي،
اوهان جي احترام جي ڳالهه ڪهڙي.

اوهان جي دام ۾ اچي ويٺي دل ڙي،
اوهان جي دام جي ڳالهه ڪهڙي.

رقيبن سان روز ملي آه اوهانجي،
عاشق ناڪام جي ڳالهه ڪهڙي.

اوهانجي ستمن سان دل کي سرور آهي،
اوهانجي سلام جي ڳالهه ڪهڙي.

ڪجن ٿو ديهي زلف يار جون ڳالهيون ڪجن
زلف عام جي ڳالهه ڪهڙي.

اوهان جي همسري جو جنون اجايو آهي "سوز"،
خيال خام جي ڳالهه ڪهڙي.

پيامي سحر جو، اهو چاڻ اڀريو،
خوشين جو خوشبن ڪاڻ اڀريو.
ٿيو روز روشن، لٿي اوڪ اونده،
سوين سک کٿي سو سچ ساڻ اڀريو.
اچي ڪاروان هاڻ منزل کي ملندا،
مٿو ماه منور آهي هاڻ اڀريو.
وصل جا وري ڏينهن، واپس اچي ويا،
ڪري قرب ڪامل پرين پاڻ اڀريو.
صبا کي صنهيا، کٿي ساڻ آئي،
وڇوڙي جا وه وه، وڏي واڻ آيو.
دلي دوست دلبر ڏوٺا داغ دل جا،
وڏائي واحد جي کي واڪاڻ اڀريو.
سوين "سوز" سر ڏان لٿا سور سڀ جا،
چٽو چنڊ چوڏهين جو چانڊاڻ اڀريو.

## محمد سومار شيخ

محمد سومار الله بچايو شيخ پنهنجي اباڻي ڳوٺ پير شيخ ڪرمي پانداري ۾ ١-١-١٩٣٥ع ۾ ڄائو. سنڌس

والد شيخ الله بچايو پڻ شاعر هو.
پاڻ ١٩٥١ع ۾ بدين لڏي آيـــو-
١٩٥٢ع کان شاعري شروع ڪيائين.
پاڻ ڪيترن موضوعن تـــي ٢١٠
ڪتاب لکي چڪو آهي جنهن مان
٢٣ ننڍا ڪتاب شايع ٿيـا آهـــن
پاڻ پاڪستان رائيٽرس گلڊ جـــو
ســـرگـــرم رڪـــن آهـــي.

## ڏوهـيڙو (دوهـو)

ـــ او سيئڙي ۾ رهندي رهندي، گذري ويا ڪيئن سال،
اسان جي ليکي هلبو نہ آهي، ساڳـــيو آه حـــال.
ـــ جيڪي گذريو ۽ ويو وسري، سو تہ برابر ماضـــي،
پر نا وسري جيڪو دل مان سو ماضي ناهي قاضي
ـــ هڪ هڪ ساعت سال ٿو ڀانيان، هڏي گهڙي کي سمجهيان،
هليو آ، روح جا راڻا، منت نہ هڪ ڪو ڪمجان.
ـــ بي ڏانهن نظر نہ ڪا ڪرويندي، ڪير ٿو خود ڏانهن نهاري،
شيخ تہ اهڙو ڏنو نہ جڳ: ۾ جو پنهنجا عيب سنواري.
ـــ ڪنهن کان جهليا پيار جا رستا، ڪنهن کان پليون دليون،

جيڪي پيار ڪان پاسي ٿيند، پڙهيو تنهنجون رليون،
سڪنهن کي پنهنجو ڪري نه ڄاڻيچ، سڀئي ڌاريان ساز،
وچن ويلسي سڀڪو پنهنجو آلاپسي آواز.
جيڪي ٻين جون لچون لٿيندا، تن جي لڄ لٽيندي،
وارا ڀارا هتي ٿي پيارا، قدرت بيشڪ ڏيندي.
جن لاءِ مٺاسون، سي تان سائين ڪانڌي ڪوڻ ٿيا مون
قبر کي ڏڙي ڪفن کي ڇيري، جانب وري جياسون.

## بيت

نڪي ڏاهيم آيتون، نڪي ڪو قرآن،
پر پنهنجو شان، مون بيتن ۾ بدلي ڇڏيو.
مونکي ڏني منهنجي پرينءَ، ڏکن جي ڏولي؛
مونکي ڏني منهنجي پرينءَ لوليءَ تي لولي،
آءُ ته آهيان آڏ جي ڪولين جي ڪولي،
ست ته منهنجي سور جي، ريسالن رولي،
ست ته منهنجي سور جي، ريجالن رولي،
آءُ ته آهيان اهڪ ۾ هو ڪن هولي؛
ڏاهي ڏاتر نه ڪيو، پينر آءُ پولي،
مٿ منهنجي من جي، ٿن ڪولي ڪن رولي،

ڳالهه منهنجي ڳڻ جي، ڪن رولي ڪن ڳولـــي،
منهنجي من ڦولهي،، سا ڳالهه آهي ڳجهه جـــي....

# نظم

ـــهت تي عابد زهد ۾، پيـٽ ڀلاءِ پنـــڻـــو آهه،
يا تي ڊاڪو پيا ڦري، زنده آخر رهـڻـــو آهه،
سک اچي ته به بسم الله. ڏک اچي ته به سهڻو آهه،
هيءَ جانداهه آهه جتيل، آن ۾ سيڪ نهن وهڻو آهه،
ڪو زنده ٿي لاش آهه، ڪنهن لاش ٿو ڍيڻو پوي
زندگيءَ لاءِ ڏيڻي ٿوٽا، هتڙي ٿو جيئڻو پـوي

ـــڍونگ ڍاري ڍنگ سان، ڍير ٽا ڪرڻا پون،
ڪنهن سڪاري ڪنڌ تي، هٿ ٽا کڻڻا پون،
ڏوهه انهيءَ ۾ ڏهه دفا، گهر وڏا ڏسڻا پون،
نه گهرن جي گهر ڏسيءَ ٿا روڪڙا ڏيڻا پون،
حال انهيءَ چئن ڏسين ڪان، ڏس ته پيو سهڻو پوي
زندگيءَ لاءِ ڏيڻي ٿوٽا، هت ڙي ٿو جيئڻون پوي
ـــڏيڻي وطن ڪي ٽن ٽڪن ۾، موج آخر ڪرڻي آهه،
زندگي آخر فنا، هيءَ جان آخر وڃڻي آهه،
منهنجي پيڙي پين سان ڪن، پڌلي آهه يا ترڻي آهه،

آءُ اڪي لوڏون ڪريان، ھي ٻڌ ٻين ڪي پرڙي آھ،
تو ورديءَ نام تنهنجي تي- وطن ڪھڙو ڇوي،
زندگيءَ لاءِ ڏيئي ٽوٽا، ھتڙي ٽو جيئڻو پوي.
- حال ٻڌ پنهنجو ڏسي، تو پنا ڪارا ڪريان،
حال پنهنجو ھن پڻن ۾، نقش واڏگر تو پريان،
ھن ڏي جانداھ ۾ وجھيو،چانر ساريون مان ڏريان،
ڪئين چولاءِ ڪئين ڪنجريون زال ڏيو ھتڙي پريان،

ءُ ينگيءَ جيئن گند پڻ صاف تو ڪرڻون پوي،
زندگيءَ لاءِ ڏيئي ٽوٽا ھت ڙي تو جيئڻون پوي.
- تو ڪريان ڪٿ الله ۽ ڪٿي پڻ رام رام،
ڪٿ منهنجو شيخ نالو، ڪٿ برھمڻ مان مون ڪام،
ڪٿ ڏکي وارا سپاھي ڪٿ چمون ۽ ڪٿ تہ چام،
منهنجو ڪم آھ زنده رھڻو دين سان منهنجو چا ڪام،
ڪنهن ملن جو ڪوڏي خطبو تو ڪن ڏيئي سڻڻو پوي،
زندگي لاءِ ڏيئي ٽوٽا ھت ڙي تو جيئڻو پوي.

عبدالمبين "پناڻي"

سندس والد ماجد جو نالو محمد حسن
ذات جمالي آھي پاڻ پني جا رھاڪو

آهن تنهن سبب پنهنجو تخلص
به "پناڻي" رکيو اٿس سندس جنم
۱۹ جنوري ۱۹۳۵ع آهي پاڻ ۱۹۵۶ع
۾ شاعري حضورجن جيءَ کان شروع
ڪيائين اڄ تائين چار سئو شعر چئي
چڪو آهي سندس شاعر دوست

علي محمد رنگريز آهي. پاڻ بيتن
غزلن ۽ نظمن تي ڪافي آزمائش
ڪئي اٿس.

## غزل

مٺي محبوب جي خاطر، تران ٿي تار بسم الله.
ٿيان ساهڙ مٿان صدقي، سدا صدبار بسم الله.
پلي درياه ڏي دڙڪا اکين هو ڏم ڏکي بيٺو!
ڪيان چو ڪاڻ ٿي ڪنهن بڇي ميهار بسم الله.
ڪيان چو ساه جو سانگو سهانگو ساه ساهڙ کان
جڏهين هو ٻاجهه ور آهي ته ٻيڙا پار بسم الله
مخاطب موت سان ٿيندي ڪيائين مرحبا ان جي
ملايو تو ته محبن سان پلي مون مار بسم الله

انهن پارن "پنائي" جي ڪري خاصل حبيبن کي
مزا ماڻي رهي آهي نماڻي نار بسمالله.

## ڪافي

۱ لاهيان لال هي لوئي ڏنل آهي تہ ڏاڏاڻي
ڇڏيندس ساه سان سانڍي سنگهارن جي تہ سهڄاڻي.
ڪتي جنهن وٽ ڪٿوري تي اها اطلس نہ اوڍيندي

۲ سفيرِ تي سياري سيءَ وطن جي ڪاڻ ويڳاڻي.
وسائي جام جر جاري بڻايا باغ لک بـاري
تڏي تڏڪار تر واري سنگهارن ساه سيباڻي.
هتي آهن گلابي گل هتي ڦوڳن وڏاڪي ڦل
ڏيان بنگلي مٿان بل مران تہ بہ موج مون ماڻي.
ڪٿي چڏ يا کهائي چڏ ڪٿي تڪبير واهي چڏ
عمر يا لوه لاهي چڏ عدالت ڪر اميراڻي.
ڪٿي وچ طعام طرحين تون پلاهون ڪر هتان پرهون
۳ ڪاڏي ٿي عمر مون اسانجي ڳوٺ گزڏاڻي.
نڪي پازيب مان پايان نڪا هي چير چمڪايان،
کپر يا کڻ ڪٿي پايان هسي حاڪم حميراڻي.
برابر ڦوڳ جي ڦري چراڻس مان انهي چيري،

وري ڪا ڪانه ٻي پيري پرينديءَ ڪره تان پائي،
"پناهي" تن پنوهارن کي، وطن وارن ويچارن کي،
سدا ساري سنگهارن کي، سندم هي ساهه سهائي

## غـزل

شرع جي حڪم سان، نشو مور منظور ڪونهي،
پياري ته ويهي اسانکي، صنم سور ڪونهي.
شرابي مڏيندڙ، ته مونکي وڏو پاڻ ڀانئي،
اهو ڇو نه مرڪي اسان جيئڻ مجبور ڪونهي.
سدا وار ڪارا وسيهر ٻه، وهجي وڙهن ٿا،
ڏيا وان ڏنگي ڏهيسر، وري ڏور ڪونهي.
جڏهين ڇير پازيب ڇمڪي، ته ڇاتي ڏري ٿي،
جهلي در به دربان ويٺو، دري دور ڪونهي.
حبجي قرب ڪنهن سان، ته فتوا ملي ٿي ڪفر جي،
نياڻن کي شايد ڏنو نيڻهن، ناسور ڪونهي.
"پناهي" نه پرواه توکي، نه گهٽتي جڳائي،
ٻچي يار تنهنجو، مٺو محب مغرور ڪونهي.

## منظورعلي "منظور"

سندس والد جو اسم الله بچايو ذات

خاصخيلي آهي سندس جنم ١٩٣٦ع
ڌرائي شهر ۾ ٿيو شاعري ١٩٤٧ع
۾ پنهنجي دوست قادر داد جي ساٿ
۾ اچي شروع ڪيائين اڄ تائين
ڇهه سئو کن شعر لکي چڪو
آهي سندس شعر شعري جي هر
صنف تي لکيل آهن گهڻي ۾
گهڻي شاعري غزل ۾ ڪئي اٿس

## نظم

نظر سان تون نصيحت جو، نه ٿي تون نفس نادان.
نظر ڪر تون طرف نيڪي، نه نيڪي ٿيندي نقصان.
نشي سان نيهن جو ناتو، نيائي نقش ناداني.
ننگي ننگ نام نابود، نه ٿي ناحق جو نيشان.
نهنائي مان نه نت، نڪتو، نتيجو نيٺ ناڪامي
نه ٿي نفرت جو نظرانو، نيٺ ناپاڪ نو مان.
نڪتچيني نيهي نيندي، نظام نال ناسوس
نيا نفرت جي نمڪين، نظرداري نافرمان.
نمي نثرت سان "منظور" نيازمند ٿي نرمل جو

ڪ ۾ ناشاد ناقص جو نبي ٿيندو نگهبان؛

## ڪافي

ڪڏهن ڪندي قلب تان ڪاوڙ پوءِ واري ڪر پرين پيارا
جدائي ڪان جاڳيا جيءَ ۾ گهڻا ڳارن مٿي ڳــارا
اندر آڻ تہ اڪيون آنيون، پايو جهانين مٿي جهاتيون
واهائين روز شب رانيون، تڪيو تارن مٿي تــارا.
سوا تنهنجي سڄڻ ساري، عمر غمن اندر گهاري،
اکين مان جال جر جاري، وهن گهارن مٿي گهارا.
وڃان ڪاڏي ڪريان مان ڪيئن، ڏني ٿيڙا ٻہتو ڪي ڏينهن،
پڇو برجنس بادل جيئن، وهن نارن مٿي نــارا.
پرين "منظور" نيئن ڪندس، سيئي سختيون مٿي سهندس،
خوشي مان سڀ ڪلي ڪندس انگل آرن مٿي آرا.

## ڪافي

تنهنجي خاطر ديس دلبر ڇڏيم آشيانو
ڪتس تو ڪي نهارڻ ٻنجي پروانو
سچ پچين سهڻا سڄڻ ساعت نہ ٿي توري سري؛
دل تہ پياسي اي پرين پيارا نہ ٿي مونکان پري
ڏيهن تنهنجي آ ڇٽيو نس نس ۾ نيـشــانــو؛

دلربا ستڻ تون سدا دل ۾ تڏا ڄڻ ڏس ڏيءِ
مان جڏهن کان تنهنجي جاني عشق جي آس ڪري
ٻوفائي جي بجا باعث بڻيو ويهانو.
دل ٿيم ته ڏُر هلي دلبر سندو درشن ڪري
من ماڻهان مهنجي مشڪل حل حسن وارو ڪري
من تنهنجي محبت "منظور" جو ٿيو مستانو.

# حاجي الله جوڙيو "جڙيل"

سندس والد جو نالو ڪنبو آهي.
ذات ڪلهوڙو عباسي تخلص "جڙيل"
ويٺل پنو ميرخان تعلقه بدين جنم جي
تاريخ ٦ جنوري ١٩٣٧ع آهي.
شاعري پنهنجي شاعر دوست
علي محمد رنگريز سنياسي جي صحبت
۾ اچي متاثر ٿي ١٩٥٠ع کان
لکڻ شروع ڪيائين اج تائين ٥٠٠
شعر، ڪافيون، غزل، بيت ۽ قطعن تي لکيا اٿس.

## غزل

ٿي پاي آئين يار سائين، سچا سردار سونهارا

مڪي مدني آمي عربي، منا منثار موچارا
ڏنم جاني جهانن ۾، نه جاڻان جوڙ ڪو تنهنجو،
ڏٺي جا ڏادلا دلبر، ڏٺيل دلدار دل وارا.
ڇلين مرڪن ڀلا تنهنجا، ڀلارا آمتي آهن،
نبي نبين سندو آئين، ڀُري ڀڳدار ڀاڳارا.
مليو تو مان ايڏو ڪنهن نه، ني ڪنهن کي ڪڏهين مليو،
ڏنا تو لوح ڪرسي ڪل، گهمي عرشن جا اوطارا.
سچا سرور شافع محشر، جبرئيل ٿي مهر ڪر منور،
ڀارج قيام ۾ ڪوثر، نمي انگدار نه گوارا.

# ڪافي

جي عشق جو پڙهيا علم، حافظ ٿيا هڪ آن ۾.
سوئي پڙهيا هڪ جو سبق، ڪونهي جيڪو قرآن ۾.
هو پرت جي پڙهيا پٽي ٿي ويا ختم حرص ۽ حوص
ناهي سوا هڪ دوست جي ٻيو دل سندي ديوار ۾.
آيا سڄڻ دل ۾ ٻهي ويٺا گمان وهم و لهي،
ظاهر توڙي باطن رهي عاشق صدا ارمان ۾.
ڀارا ڪڏهن ناهن ڀري الست اکين عبرت ڏري،
تس تون ٻڌر ٻاسي ڪري پنهنجو بدن بستان ۾

ناهي دنيا ڪار ڪم عاشق جو مٺ ماڏث ع دم،
محبوب جي مهرو ڪرم لحظو ٻيو لــســان ۾.
تسبيح پڙهن ترڪ وَ طمع ملان نہ ڪرتن ڪي منع،
باطن رهن هوتن همع ظاهـــر ذڪـــر زبـــان ۾.
هو روز شب رميو رهن چوري ڏڪيو پنهنجا چشم،
وڃيو لوڪ ڪان لڪيو لهن محبن سنديءَ مڪان ۾.
غيرن ڪنان ڪوشہ رهيا سهڻن ڪي سجدا دلڙيا،
ويڙا ڪڏهين نہ سي وريا جيڪرا جسم جهان ۾.
دل ۾ آڪنڊ آهي اصل محبن ملان من ڪنهن مهل،
خاڪي جسم منهنجو "جڙيل" ساڪن سدا سنسان.

## غزل

جڏهين جلوو ڪري آئين جڙيا جنسار دنــيـــا ۾،
جنت حورون ٿئي جڳ ٿيا نڪث نروار دنيا ۾.
اڳي تو ڪان اونداهي هئي نہ عرش ۾ ٿي چمڪيو چنڊ،
جهلڪ تنهنجي مان سج ڪي ملي جهلڪار دنيا ۾.
قطب تارا قمر ڪتيون نہ اڳ ڏسبا هئا آب ۾،
حصو تنهنجي حسن مان تن مليو منثار دنيــا ۾.
ملڪ ۽ پيا فلڪ پيون جن ٿيا سڀ نور مان پيدا،

عجب انسان هي آدم ٻوليون ڪن ٻار دنيا ۾
تنهنجي چاڪي مان جم جيڪي ويا ان رات ۾ سرجي
ٿيا سڀ اولياء "جڙيل" ڪرامتدار دنيا ۾

## غزل

بت پيلا هي ڪنهن بنايو سر ۽ قد سنهيار جو
واه وڏي تو دوست دل کي قد ۽ قامت يار جو
منهن روشن عجب جو آهه چنڊ چوڏهين کان ڇتو
گل گلابي رنگ شرابي رُخ پرين رخسار جو
ڏند موتي مور جا ۽ لب برابر لعل عين
نڪ نيلوفر نزاڪت ۾ پرين پرمار جو
هي ته قاتل جيئن ڪنديون ڪٽيو ڪناريون ڪاهه ڪن
وات وينڊي تن وڏيو آهه ڏت بندي بيمار جو
ماه هڏ چم ساه صدقو قربان قدمن تان ڪريان
۾ ملهه نه موروڻ مون ڪيو ڪو روٽ برابر وار جو
"جڙيل" چوي جانب مٿان جيڪر سڄو جڳ گهوريان
تب برابر تيج نه سمجهان عجب مٽيانيدار جو

# ڪلام

ڪهاءِ ڪڍهن ڪين اهڙو ڪنهن تير يا تلوار ڪيو
جهڙو پرين جي اڙانگي وائي واري وار ڪيو.
محب جو لحظو مٺو آهه شهد شڪر شهر کان
پر تاب طعني يار جي آه وڏ مثل وهنوار ڪيو.
دُشمنن جا ڪات ڪهاڙا ڪان ڪاتيون ڪجهه نه ڪن
پر قريبن جي ڪڙي ڳالهاءِ ته قارون قار ڪيو.
ڪل غصي مان جو چئي مونکي هنيو محبوب هو
تنهن قتي في الحال دلڙي بي سبب بيمار ڪيو.
هي جگر جيرا بڪيون سي يار ويڙ سان نه وڌ
لفظ ڪاري خوبروءِ تنهنجي ته مارو مار ڪيو.
جسم "جڙيل" ويو جلي دل به پرزا ٿي پئي
اڄ عجبن جي اکر آهي گهٽون آزار ڪيو.

# قطعه

خيال پيا تڏهن خال سامهون ڏڪ خيالن خاتمون
سينڌ سهڻي سنڌ مثل بس سوالن خاتمون.
حُسن جنهن بي حُس ڪيو سو نه سمجهيم سي چمار
مون ٿي جڪي منٿ سمجهيا سو ته سالن خاتمون.

# سرورخان پٺاڻ

سرور ولد بندي خان ذات پٺاڻ اصل ويٺل باڙي تعلقه راجستان ضلع آگره ــ هاڻي بدين شهر. جنم ١٩٣٥ع ۾ شاعري جي شروعات ١٩٦٢ع کان ڪيائين اڄ تائين اٽڪل ٢٠٠ شعر غزل ۽ ڪافين جي صورت ۾ صرف سنڌي زبان ۾ ڇپيا اٿس ــ جيتوڻيڪ سندس مادري زبان اردو آهي. سندس شاعر استاد الله بچايو ملاح هو.

## غزل

ڇئو پلا منهنجي اڳ تي، دلربا هندا ڪڏهين،
درد منهنجي جي دوا، ڏک ڏسي ڏيندا ڪڏهين؟

جيئن ڏسان تيئن ڏک لڳي، سک ڦٽو منهنجو سڄڻ،
پي وسي لاچار سان، پر جهلي پيئندا ڪڏهين؟

هام هيئن ۾ ڪهڙي، تي حب هيڪاندي رهي،
لڳ خدا لائق ڪري، خوش رهي کلندا ڪڏهين؟

ٿنهنجي دردن جي ڏچا، لِڪ نتي لالڻ لهي،
سخت سورن جي وقت، ورڏيئي وهندا ڪڏهين؟

سڄڻ "سرور" سان اهي، ڪا گهڙي گوهر گذار،
رس رهائيون روبرو، روح سان رهندا ڪڏهين؟

# ڪلام

سدا يار سڪ ۾ ، سوين سال گذاريم ،
پرين جي پسڻ لئي ، هلي حال وڃايم .

ڪريو ڪا ملڻ جي ، ڀلا اڄ ڀلائي ،
سهڻ ناهه مون ۾ ، جانب ڪا جدائي ،
ڪڏهين محب ملندا ، ڪٿي نيڻ نهاريم .

ڪري بند ٻلاتو ، ويندا ڌر ورائي ،
دلبر جو درشن ، خدا من ڪرائي ،
کٽا ڏينهن غمن ۾ ، ڪنگهر يا ڪهاريم .

نه تو يار وسرين ، سدا ياد آهين ،
مان برباد ٿيوس ، تون آباد آهين ،
ته ٻه ڏيهه ساري ڪي ، ڏک نه ڏيکاريم .

"سرور" کي سهٽا ، تو ويهي وساريو ،
ڪريو مهرباني ، پنهنجي گهر گهرايو ،
سختيون سدائين ، سوين سور پرايم .

# ڪافي

سچو سهڻي سنڌي در جي، ملي جي خاڪ بسم الله
ڏسان دل سان اچي دلبر، مدينو پاڪ بسم الله

محبت مصطفىٰ تنهنجي، ستائي ٿي سڪائل کي
چوي ٿي دل اچي هيڪر، ڏسان اوطاق بسم الله

تنهنجي لا روز روئان ٿو، تو کي دلبر ستايان ٿو
ملي مونکي سچو جاني، تنهنجو اخلاق بسم الله

ڪريان دل سان تنهنجي زيارت، تو کي آ مون سنڌي يارت
پڙهان تسبيحون اچي صلوات، هزاري لاک بسم الله

رهي "سرور" بدني ۾، گهرا مولا مديني ۾
تنهنجي سڪ سرس سيني ۾ آدم جي هاڪ بسم الله

# الهورايو "عاجز"

الهورايو ولد حاجي ڪاپڙو ذات حجام ويٺل ڳوٺ رحيمڏنو سومرو ٥-٦-٣٧ ۾ پيدا ٿيو شاعري ١٩٥٣ع کان شروع ڪيائين شاعري محمد صديق مرحوم جي دوستي کان متاثر ٿي شروع ڪيائين اڄ تائين ڪسو کن شعر لکيا اٿس بدين ۾ پرائمري ماستر آهي خاص طرح آزاد نظم لکندو آهي. اديب فاضل پاس آهي.

## ڪافي

قربان وڃان! قربان وڃان! سهڻي مٺي سردار تان
ارض ۽ سماءُ گهوري ڇڏيان امت سندي آڌار تان
دل جو دلاور دلربا خالص خدا جو مصطفيٰ
گهوريان هي جندڙي سئو دفعا محمد مٺي مختار تان
ٿيندا سندئي شاهد ويا هن کان اڳ سوالڪ نبي
ڪئين حسرتون هاري هليا مڪندي! سندئي ديدار تان.
رهبر اسانجا رهنما سائين پلين جا پر جهلا
ڪج ڏينهن قيامت ڪا شفا اوکي اڪارج ڏارتون.
ان سمي منهنجي شفا ڪج يا شفيع المذنبين
تون سچ شافع ٿئين "عاجز" ۽ تو آڌار سان.

# غزل

ڏينهن گهٽا کي ڏور ٿيڻ، پر اڄ سڄڻ آيو گهرڏين،
دل ڏکويل کي دلاسو، دلبر ڏيڻ آيو گهرڏين،
ڏون وڃين منهنجا پرين، سورن اچي مونکي ستايو
رات ڏينهن ٿو لا رنم، اڄ درد پسڻ آيو گهرڏين.

ڏيل ڏاريو جن ڏکن، سکڙن نه سڏ سو ڏکو سڏيو،
تن ڏکن جا ڏينهن ٽاري، سک ڏيڻ آيو گهرڏين.

آجيان اکڙين سان ڪريان، هنڌ وڇايان هيج سان،
حال هيٺي سان ڪريان، خدمت سڄڻ آيو گهرڏين.

فرقت جا فٽ سسرڻ لڳا، محبوب مرهم من لڳو،
دل جي دوري درد کي، دلبر ڏوڙڻ آيو گهرڏين.

يار ڳنڍ "عاجز" سان هيج، هيڻن نه ڇڏائين هيڪلو،
ڏک مٽڻ جو سونهن، ساٿي سڏ لهڻ آيو گهرڏين.

غم انهي تنهنجي ڪيو، آهه مون باهه ۾ غريب
ورنه آئون تو ڪنان، آهيان تونگر بيگمان

تو حسن جي نوڪ سان، آهي ڪيو مونکي خريد
ورنه ملهه منهنجو وڏو، جي ڏيه ست سارا ڏئين

تنهنجي اکين ۾ جڏهين، پنهنجي ڏٺم تصوير ڪي
ڪين جاني گهر ٻيو، گهر ٻيو گهر جي زمين و آسمان

تنهنجي محبت ۾ ڏٺم، شاه شهزادا فقير
ڇا اهو آهي اثر، منجهه نازيا نيڻن خمار

# محمد هاشم "شاد"

محمد هاشم ولد حاجي محمد تخلص "شاد" ذات ميمڻ ويٺل بدين ۱۹۳۹ع ۾ پيدا ٿيو شاعري ۱۹٦۵ع ۾ پاڪستان هندستان جي لڙائي کان متاثر ٿي شروع ڪيائين شاعري ۾ سندس رهبري عبدالله "عبد" ڪندو رهيو پاڻ اڄ تائين شعر جي مختلف صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿس ۽ ڪافي شعر لکيا اٿس.

## ڪافي

ٿي ڏڙڪي دل سدا منهنجي، هيڻن جي هار جي ساموهون
چوڻ چاهيان جڏهين ٿو ڪجهه، رخ انوار جي ساموهون.
آهي دفتر شڪايت جا، پريل دل ۾ چوان ليڪن
خفا جو ٿو رهي ڪٿڪو، مٺي منٺار جي ساموهون.
بيان حال دل چاهيان، ڪرڻ اظهار ٿو ليڪن
زبان ڪي ناه ڪا ياري، چوي ڇا يار جي ساموهون.
ادب جنهن دل کي ٿو ملحوظ، رهي محبوب جو هردم
نه سا گستاخ ٿيندي دل، ڪڏهين بي پيار جي ساموهون.
شڪايت "شاد" تو جڏهين، ڪرڻ محبوب سان چاهيان
وڃن ٿيو مرڪ هڪڙي سان، دفع دلدار جي ساموهون.

# ڪلام

نہ عالم ۾ ٿيو اهڙو ، اپر آڌار اڄ ٿائين

ڀلي جي ڀال برڪت سان ، لٿي ڀلڪار اڄ ٿائين.

ڪريمن جي نہ قربن مان ، قبولي ڪم ڪچا قادر،

وري ڦلسوف جو وعدو ؛ نہ وسري يار اڄ ٿائين،

ملائڪ پاڪ مولیٰ جا ، اچي هر روز حاضر ٿي،

پڙهن صلوات سڀ پيرا ؛ صدق صدبار اڄ ٿائين.

ڀلي آ عرش اعظم کان ، پرين جي خاڪ پاس جي

نہ مولا مرتبي ۾ مٽ ، ڪٿي مقدار اڄ ٿائين.

قدر نعلين نرمل جي ، اهو ٿيو عرش اعظم جي

نہ اهڙو ڪنهن نہ سرور کي سريو سينگار اڄ ٿائين.

ڪي ڪم ڪن زار قبري مان ، ٿيو حاصل شفاعت جو

ملهو آکي ڪنا اهڙو ، اٿس اختيار اڄ ٿائين.

ڪڏهن سال ويا گذري ، نہ "هاشم" ٿي سگهيو حاصل

پرين جي ڀار دلبر يار ، جو ديدار اڄ ٿائين.

# غزل

زندگي آهي بنهه لاچار، قسمت کي چوان،
ڪين آهي ذرو ڪنهنجو يار، قسمت کي چوان.

ڪڏ اچڻ تو کي نه آ، منظور منهنجا اي مٺا،
شل رهي دائم تنهنجي، دربار قسمت کي چوان.

ڪن اجازت عام آهي، درشن دلبر سندي،
ڪن ڏسڻ مشڪل ٿيو، ديدار قسمت کي چوان.

دل سڙي وڃي خاڪ ٿي، آ عشق جي آتش اندر،
زندگي آ ڏينهن باقي چار؛ قسمت کي چوان.

درد فرقت جي نه آهي، وصل ڌاران ڪا دوا،
ڪر عنايت ٿي سگهي، هڪوار قسمت کي چوان.

شجر الفت جا سمايا، هوا ڪڏهين هن دل اندر،
اڄ اهو ويران آ، گلزار قسمت کي چوان.

# الله بچايو ملاح "جگر"

سندس والد جو نالو علي محمد آهي ڳوٺ حاجي محمد بوهڙ ۾ تاريخ ١٥ جون ١٩٤٢ تي پيدا ٿيو شعر مجازي جنون ۾ اچي، ١٩٥٥ع کان لکڻ شروع ڪيائين اج تائين شعر جي مختلف صنفن تي شعر چيا اٿس. تازو ڍاڪا يونيورسٽي مان ايم ڪام ڪري آيو آهي، مولوي احمد ملاح جي شعر کان متاثر ٿيو آهي هن وقت ملاح قوم جي تاريخ تي تحقيقاتي ڪم ڪري رهيو آهي.

## غزل

بيوفا محبوب مهندان، هاڻ سينو چيرڻو،
آخري رت جو ڦڙو، دل جو خزينو چيرڻو.
جي نه تو سمجهي سگهين، هو حال دل جو، ڪاٿ جو،
چو نه دل پوءِ ڦوڙ ڀي، ۽ ڪاٿ پينو چيرڻو.
پئو تپي ميدان ۾، اي نوجوان خلقت چڙي،
قوم جي خدمت سچي ۽ جي، ڪاڻ ڪينو چير ڻو.
ڏي دلاسو مهر سان، محبوب کو مشتاق ڪيي،
زندگي جو هاءِ! نه ته سيج ۾ سفينو چيرڻو.
يار جي ڳولا ڪندي، عاشق وهائن ٿا پگهر،
پر "جگر" جو خون قطرا، ٿي پسينو چيرڻو.

# ڪافي

مهر محبوبن مٿي، مون تي هجي محشر ڀلي.
يا خدا منهنجي اڪهامي هي دعا تو در ڀلي.
باوفا محبوب تنهنجي، هڪ هزاري سر مٿان،
گهورجن منهنجا هزارين، سر هجن سڀ سر ڀلي.
شاه جو سينگار ساٿي، پڻ هنئين جو هارڙو،
روح جو ڏيو آهي منهنجي، ترم دل جي تر ڀلي.
تون سدائين خوش رهين، منهنجي مدعا آهي اها،
مون جهلي جهولي ڏکن لئي ڏي ته ڏي ڏاتر ڀلي.
من جي پاران يا خدا جيڪي جزا مون ڏي اچي.
يا قضا وهٽي هجي مون تي قضا سان ور ڀلي.
گل گلستان ۾ هجي ساٿو سدا هر سال ۾
مون جيهي مشتاق کي هر طرف هوئي بر ڀلي،
بهت سالم دائما هادي حبيبن جي هجي،
ون مٿي اچلي وجهو آن کي وڏي جي کر ڀلي.
ٻر "جگر" پوري دعا اڄ عجز سان آڳي اڳهان،
، سندي گذري حياتي هر ڪنهن بهتر ڀلي.

برهه جي باهه جا ڀڙڪا ڀلا ڀڙڪن اچا تائين،
هڏا چمر ماهه ۾ ٻيرا ٻرن ڀڙڪن اچا تائين.

ڀسم ٿي ويو بدن منهنجو جلايو عشق جي انڀڻ،
ڪڙا طوفان غم جا ٿا اچن ڪڙڪن اچا تائين.

ڪيو پرواز بي پر خيال ٿي ڪٿ ٿي وڃي پهتو
خدا يا ! خيال جان رک جا جزا ڦڙڪن اچا تائين.

سراپا ستم آهين ڪيئن وڏايان هٿ ملائي لئي،
جفائن جور جنبش ڪان ٽڙن ٽڙڪن اچا تائين.

رقيبا ! رمز چئو رويا ڪڏڙ چڻ رات ۾ اهين،
منجهي سرندين نه آندو آ اثر دڙڪن اچا تائين.

اوهان جي ياد ۾ ٽڪڙ ڪري دل چڻ پڙهي تسبيح،
پڙهي سون ڪجهه ۾ پڙهندا سون اهادڙڪن اچا تائين.

عجب سڏڪا ڀري دل ٿي عجب آسو وهائي ٿي،
اسان جهڙن وهيڻن تي نٿا وڙڪن اچا تائين.

اوهان جي بيوفائي کي ڏسي ڪئين ساز واڄي ٿيون،
نسون جيرا "جگر" ٻڌيون رڳون رڙڪن اچا تائين.

# عبدالله ابڙو "مسڪين"

سندس والد جو نالو حاجي قاسم آهي ڳاڻ ڳوٺ حاجي قاسم ابڙو ۾ ١٩٤٢ع ۾ پيدا ٿيو. شاعري ١٩٦٥ع کان شروع ڪيائين اڄ تائين ڪافي شعر سهڻي انداز ۾ لکي چڪو آهي پاڻ مولوي احمد ملاح جي شعر کان ڪافي متاثر ٿيو آهي. هن وقت پرائمري اسڪول ارباب جمع ابڙو ۾ استاد آهي.

## غزل

وڇوڙي تو ڇڏيو پيارا، اسانجي عيد ڪيئن ٿيندي
ڪاڏا توري لڳن ڪارا، اسانجي عيد ڪيئن ٿيندي.

عجيبن جا ڏسي آرا، هيم نيڻن جا وري نارا،
ڊيا ڏي جا مگر جيارا، اسانجي عيد ڪيئن ٿيندي.

وساري تو ڇڏيو پيارا، اڪين مان آب جا گهارا،
ايڏا تو ڪيس ڪيا ڪارا، اسانجي عيد ڪيئن ٿيندي.

عيد ڏيا ڪن محبت وارا، وڇڙيل ڪندا ڇا عيدو بيچارا،
جدائي ٻاريا اندر ٻارا، اسانجي عيد ڪيئن ٿيندي.

اڪيون "مسڪين" لئي مارا، ڏڪيو جي تير هڻن تارا
نه دوا درمل تو ڏارا، اسانجي عيد ڪيئن ٿيندي.

# ڪافي

چيم محبوب اڄ اوري، ملي هڪ يار ٿيندا سين،
چيائين بلڪل نه ٻيهه پير ۾، اسين اوڏو نه ايندا سين.

چيم سهڻا نه ڪر سختيون، سچ تنهن ڪان ته ماري ڇڏ
چيائين مرڻ ۾ سور هڪ ٿيندو، اسين متو سور ڏيندا سين.

چيم مرڪي ڪٿو منهنڙو، لهن من هول هينئڙي تان،
چيائين ٻڙڪن هنيئون ٻوتيون، ٻيرا ٻيهر ٻاريندا سين.

چيم بيمار دل هاڻي، سڪيو سهڻا ڪري سڏڙا،
چيائين پلجي ۾ آئين پاڻ، اڇي مرهم مکيندا سين.

چيم سوراخ سيني ۾، ڪريو دلبر دوا تن جي،
چيائين ٻرڪي لوڻ ٻيرن تان، ڇني ڇاٽي ڇڏيندا سين.

چيم دو ڪو ڏئي دلڙي، ڪسي ڇو ڏار ٿين هاڻي،
چيائين عادت اسان اهڙي، نه ڪنهن دلدار ٿيندا سين.

چيم دلبر دلاسو ڏي، ڏکي "مسڪين" جي دل کي،
چيائين ويو وري واري، ويو ويتر وڌندا سين.

## ٻيت

اڪ سڀني ۾ آهين — تکيون تراريون
هڻن ڪان ڪنڌمان — ڪيڏين ۾ ڪاريون،
"مسڪين" کي ماريئون تارن سنديءَ تاب سان.

+—×

عجيبا! تنهنجي اکڙين ڇيري ڪيس چور.
هڪ ڪنڌين ڪان ڇڏيا ٻيو گهائي وڌس گهور
آهي "مسڪين" مجبور قابو اوهان جي قيد ۾.

اندر ۾ عجيبن جي اچي ٻرندو آڳ،
پڙڪي باه بدن ۾ — دردن ڏکيا داغ،
ڀلا وار ڀاڳ — محبوب ملن "مسڪين" سان.

اوهان لئي عجيب — رنم ساري رات،
سورن سک ڪسيو — هيڻين ۾ هيهات،
هڻي قرب ڪات — من وڍي "مسڪين" جو.

پکيڙا پرين سان — ڪج ڪبوتر ڳالهه،
پايان پرين اوهان لاءِ — منجهان فراقن فال،
هيڻا ٿيا حال — محبت ۾ "مسڪين" جا.

# محمد هاشم ڏاهپر "خادم"

سندس والد جو نالو ولي محمد آهي. ڪوٽ انڌلو ۾ ۱-۲-۱۹۴۵ع ۾ پيدا ٿيو. شاعري ۱۹۶۵ع کان شروع ڪيائين اڄ تائين شعر جي اڪثر صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. ادب جي ڪم سان تمام دلچسپي رکي ٿو هن وقت ادبي محفل بدين جو جنرل سيڪريٽري آهي. شعر سان گڏ مضمون مقالا ۽ افسانا به لکندو آهي. پرائمري اسڪول انڌلو ۾ استاد آهي.

## غزل

وڃان ٿو گلبدن جي گهر، گداگر ٿي ڪٿي قسمت،
صدا هڻندس سڄڻ سامهون، سوداگر ٿي ڪٿي قسمت.

ڪري آزي عجيبن کان، پڇالو پيار جي پندس،
ڪندس سودو سڌو سر جو صفا سر ٿي ڪٿي قسمت.

وڃان محبوب جي محلي، ٿيان مهمان محفل ۾
ڏسان محبت سندو ماحول، مسافر ٿي ڪٿي قسمت.

اچن ڏهندا ڏڪاريندا ڪندا محبت ٻيا نفرت
وڃان ويڙهو ٻيهان ير ۾، بهادر ٿي ڪٿي قسمت.

ٿيان "خادم" ڪريان خدمت پيان منظور مجلس ۾،
ڏکي ڏل کان ٻچن دل سان، دلاور ٿي ڪٿي قسمت.

# غزل

دل چوي ٿي دلربا ، پيار جون ڳالهيون ڪريان.
مٺڙو وره ڳذري وڃن ، پيو يار جون ڳالهيون ڪريان.
تنهنجي گلي ۾ گل نهي ، گلو گلي سان گڏ گڏيان
ياگل هجين منهنجي گلي ۾ ، مان ڀونئر ٿي هلچل مچايان
دل پوڪاري دوبدو ، ديدار جون ڳالهيون ڪريان.
رخ ڏسان رخسار يا ، رخ مقديون رمزون ڏسان
چهري مٿي چمڪدار جون ، چوطرف چمڪون پسان
موهن ڏسان تنهنجي صنم ، پاسينگار جون ڳالهيون ڪريان.
وار تنهنجا ور ڏئي واسينگ جيئن موڙيندي وڃن
ڪار ڪاريهر ڪيو ، ڪر ڪنيو ابتا ڪرن
جي بچايان جان کي ، جنسار جون ڳالهيون ڪريان.
نيڻ نيڻن سان ملن ، نروار ڏييان اسرار ۾
دل ڏيان ۽ دل وٺان ، مست ٿي اقرار ۾
دل ڏئي دلدار کي ، واپار جون ڳالهيون ڪريان.
چا چوان ۽ چا لکان ، بس لکڻ کان ڪئي قلم
مست محبت منجهه زبان ، ڪيئن چوي سارو علم
بس ! نيڻ "خادم" چئي ڏسي ، خمار جون ڳالهيون ڪريان

## قطعه

تين تا شمندا درخت ڏسي اڄ حال انساني،
انسانيت ڪئي رخصت ويا ارڪان ايمانـــي،
لڏي آڪاش ڏيهي ڏرتي نقابن ۾ لڪن سج چنڊ،
ڪئي اڄ بند زبان بلبل ڏسي ڪرتوت مسلماني.

## بيت

مانجهي مڙس متير ظلم اگ اجـــهـــاءِ،
سسي ماه صدق ڪر عزت کي بچـــاءِ،
غيرت مند چواءِ جيسين جيئرو آهين جڳ ۾.

## بيت

تنهنجي لڳس تار ۾ تون تار منجها مونکي تار،
آچ وار نه مهان هڪڙو وار نه مونتـــي وار،
مار نه مونکي مار مثل کي ڇا ماربـــو.

## بيت

تون صنم تون سينگار تون ڏٺي منهنجي دل جـــو،
تو حياو تون حبيب تون دانهـ تـــون دلـــدار،
تون وارس تون وسيلو تون والي تون ولـهـار،
تنهنجي طلب تنوار دل ۾ ڪئي ديرو کيـــو.

# محمد عمر "عميق"

محمد عمر ولد چتو خان سمون ڳوٺ مرڪا تعلقي بدين ۾ ١٢ نومبر ١٩٣٥ع تي ڄائو ١٩٦٢ع ۾ فائينل پاس ڪري پرائيمري ماستر ٿيڻ سان ادب ۾ چاھ ورتائين ١٩٦٧ع ۾ اديب فاضل ۽ ١٩٧٠ع ۾ انٽر پاس ڪيائين مضمون ۽ افسانا به چڱي انداز ۾ لکيا اٿس ادب ۾ محمد سومار شيخ سندس استاد آھي. ھاڻ ھن وقت علي مراد مراداڻي ۾ پرائيمري استاد آھي.

## قطعات

سرد آھن ۾ منھن جو وقت گذري نہ ٿو،
رھي ٿو روح ۾ جو دلبر سو وسري نٿو،
برسي آھي ھڪ دفعو جو دل جو چمن،
خزان جي خشڪ جھولن ۾ سو اجڙي نٿو.

ڏيئي دل ڪسڻ جو احسان ڪھڙو،
بيوفا محبوب جو ارمان ڪھڙو،
پر وسو جنھن تي ڪمر ٿي ڪھڻون،
چڏي چور گھر ۾ ٿيو دربان ڪھڙو.

# ڪافي

دل تي ياد ڪري، منهنجن مارن کي

منهنجن مارن کي، تن ٿر وارن کي

منهنجا مارو مونکا، ته ٿيندا پري

ويٺا ويڙهه وانڍين، ته قطارون ڪري

خالق کائڻ وارن، جو ته خير ڪري

پس پرت منجهان، ٿن پنوهارن کي .

سرتيون سنگهاريون، مونکي ته سارين تيون

وٽي چانگون چيلن سي، ته چارين ائيون

ته وقت ولهي کي ته نه وسارين تيئون

پڏان ترت وڃي، ان تنوارن کي .

ٿيا سرها سانوڻ، ڪري سانگ ٿا

مارو مال سميت، ٿيا ڳل ڏي ڪٿا

ڪڏ پئيند منهنجا، تون پير پٿا

ته ڏوڙي پسان، ڏاڍي وارن کي .

"حقيق" آمر پر ته، آهي اچان

موٽي ويڙهه وطن ڏي، جلدي وڃان

لڳي وس منهنجو هي پٽون بنگلا پيان

پسان جلد وڃي، جلوي دارن کي .

## ڪافي

ڪٿي ڳالهه قاصد، ڪا اوئين اچڻ جي
منهنجي مارو مٽن، ڪا مون سان ملڻ جي
ڪريان پيئي ڪوٺن ۾، مان پلپل پوڪارون
قبولي ٿو قادر، جهانگين لئي جهونگارون
اٿم آس دل ۾، پنهوهارن پسڻ جي.
اچن ياد دل تي، ڇيلا جي ڇانگن ۾
ڪن روز رازها، جهانگي جي جهنگن ۾
مکڻيون مانداڻا، ٻي ياد ٿوهن ٿڙڻ جي.
پلين مرڪ مارئي، اجهو مارو ايندا
وڇوڙا ورهن جا، وڃان شال ويندا
"عميق" آس آهي، ويڙهيچن وڃڻ جي.

## بيت

واڏو وڏي جئين، ڪارائي سان ڪاڪ ڪي
مچڻ مونکي تيئن، وڏيو آهي وروهن سين.

# ميان نور محمد "عاجز" فاروقي

نورمحمد ولد عبدالڪريم فاروقي بدين جي عظيم الشان شاعر "درويش" فاروقي جو پوٽو آهي پاڻ هن وقت تائين سئو ڪن شعر مختلف صنفن تي چئي چڪو آهي. پڻ ١٩٤٥ع ۾ فاروق آباد ۾ پيدا ٿيو ۽ ١٩٦٤ع کان شعر چوڻ شروع ڪيائين.

## وائي

ڪيچين ڪاهيو ڪاله، ڪيچين ڪاهيو ڪاله
هاءِ هاءِ ههڙي حال، پهچان ڪيئن پرين ڪي.
آري ايندم اڳيرو، ڪندو پلاڻيون پال
هاءِ هاءِ ههڙي حال
وڃي ويا جت رو، جيڏيون جيڏري منجهه جنجال
هاءِ هاءِ ههڙي حال
ساجن سار سولهندم، ڪندو پلاڻيون پال
هاءِ هاءِ ههڙي حال
جت جوءِ چڏي ويا، جر وهايان جال
هاءِ هاءِ ههڙي حال
رکج پياسي پياس پرين جي، "نورل" نينهن نال
هاءِ هاءِ ههڙي حال

# غزل

اچي ٿي حامي محشر ۾، محمد مصطفى منهنجو
شفا ڪج شافي شفقت سان، پرڏن ٿيج پيشوا منهنجو

لنگهائج لڪ لطفن سان، ڪونهي حال هيڻي جو
وسيلو واهرو واحد، تون احمد مجتبيٰ منهنجو.

پيارج مرڪ ڪا ساقي، سڪندي مٺي اڻمٺي ڏسجي
سڃج هي سوال آهيان سائل حبيب ڪبريا تنهنجو.

تنهنجي سڪ جا سڪايل سڀ، اسين همت عيبوند آهيون
ٿئي ديدار ڪر درد جو، ڏئي تون دلربا منهنجو.

اگهائج عرض "عاجز" جا، سڄي ڪي سور ۾ سڙڙا
سنڀارج سائي ساحل ۾، آهيان سان بي نوا تنهنجو.

# محمد عثمان "مشتاق"

محمد عثمان والد محمد سليمان تخلص "مشتاق" ذات ميمڻ وئيل بدين جنم ١٩٤٦ع آهي شاعري ١٩٦٤ع ۾ حمد باري تعاليٰ سان شروع ڪيائين اڪثر شعر غزل ۽ قادصنفن تي لکندو آهي پر حاجي زين العابدين شاه جيلاني جي شعرن کان متاثر ٿي ڪافي شعر چيا انس اسلامي ڪم سان دلچسپي رکي ٿو انجمن خادم الاسلام جو جوائنٽ سيڪريٽري آهي

## غزل

لاتقنطو من الرحمت الله بس پروسو ان ۾ اثر
ڪيچ ڪميو ڪل مون آهي رک پاڇهه جا هترا مثر
ڇيو در در در تنهنجي سوا مونکي مجهي قادر ڪريم
ڪنهن اڳيان ليلائيون؟ توئي آهين راحم رحيم
ڪر پلايون پال تون باري سدا رکجين پرم
ڪل نبي ۽ ڪل ولي تو در سوالي يا خدا
ڪل تي حڪم تنهنجو هلي ڪل جو تون والي ياخدا
شاه و گدا سڀ جا خدا ڪو ڪهڻ تي ڪرم
عاصي جي خاطي آهيان ته ٻه امتي مرسل سندو
"مشتاق" کي ڪر تون عطا پڙو پنهنجي پنهل سند
منهنجون خطائون معاف ڪر مدني سان ڪر ميلاو سندم

# غزل

نور نرمل نيارو، نورالهديٰ نروار ٿيو،
کوٽ ڪفراڻي ڪريان، عالم سند آڌار ٿيو،

ڪفران جي اونداهه ۾، دنيا سڄي غرق ٿي،
رهبر رسول الله جي، آيو جهان جو سار ٿيو

شيرين زبان نوري نظر اخلاق عربي چام جو
هر ادا تي هر فدا هيج هر اغيار ٿيو

اسلام جو پيغام جنهن آڻي مڃايو حق کي
گهر گهر ۾ بر بحر ۾ اسلام جو پرچار ٿيو

بت ڪافرن جا ڪريا ڪلمي سندي لولي لڳي
باطل اندر پيچ پيو ٿي اهڙو عجب اسرار ٿيو

پيار مان پرور جنهن کي ياسين طاع تو سڏي
مرسلان جو رهنما پيارو پرين دلدار ٿيو

رک محبت مير جي مشتاق پرواه نه ڪر
شافع شفاعت جو آهي عربي علمدار ٿيو

# ڪافي

تو ۾ رکيل طلسم ڪهڙو، موکي پيارا ٻڌائي تون ،
نظر نازڪ وٺهڻ ڪنهن تي، ڇڏين ڌليون گهائي تون
ڪيئون ڪاريون ڪٺي ڪنهن ڏي نهارين ٿو تون نازمان
وڌيون گهنڊ گهير ڪرين گهائل ڇڏين لڙون ٿو لڳائي تون
نقاب رخ هٽائين ٿون وڃن مستان موهجي ٿا .

ٿيو قربان قرنئون ٿا پرين پيارا پسائي تون ،
قرب سان جي قريبا تون ڪرين پيارا قريب ڪمتر
اهي نورا نه لاهي جا رهبر رنگ لائي تون
اميدن جو آ پيڙو منجهه ڏريا تارو تار ،
آهي اختيار سڄو تنهنجي ڪناري سان لڳائي تون ،
خبر ناهي ته ڪهڙو غنچ گلشن آهين پيارا ،
اهو دلراز سڄو سائين سمونکي سهٽا مٽائي تون ،
ڪالفت دام منجهان ڪيو تون پنهنجي مٺي خانه ۾ مونکي
ڪرائي نوش ساقي جام مون ڏي هٿڙا ورائي تون ،
آهي ڏن تانگهه گهٽي تو ڏي ڪرين شفقت سندي ڏهمت
جدائي جي لڳي جهوري اها جاني هٽائي تون ،
آهي دل آرزو منهنجي حبيبن سان ملان هيڪر
مٿا "مشتاق" کي پنهنجو رخ انوار پسائي تون ،

# محمد بچل

محمد بچل ولد قادر بخش ذات ڪلهوڙو عباسي تخلص "پروس" ، ويٺل ڳوٺ مير خان تعلقه بدين جنم جي تاريخ جنوري ١٩٣٥ع ڄاڻ سنڌي ست درجا پڙهيل آهي.
هينئر بديز پرديس بديز ۾ پرديس جو ڪم ڪري رهيو آهي حاجي الله جڙيو "جڙيل" جي صحبت ۾ اچي شاعري چوڻ شروع ڪيائين. اڄ تائين ڪافي شعر چيا اٿس.

* ڪافي *

ڏي مونکي موڪل توں مهندار عمر.
ڏکي ڏينهن ڏڪا، ڏيل ۾ ڏار عمر.
مارو مال ڪاهي، ويا ويڙهيچا وس،
آئون ويٺي نهاريان، انهن جا ڪس؛
موٽي مان ملن، اهي پڪار عمر.
ڪيڏ ڪوٺن مان، ترن نمائي نظر،
حيلو ڪو نه هلي، هن ڪوٽ اندر،
پنهنجاء پرين ڪي، سا پنوهار عمر.
ڏکيا ڏينهن گذاريان، لکي قيد قبر،
وٺهس ويڙهيچن جي، پهر ڪان خبر؛
وريو ڪو نه وانگي، ڪو ڏنار عمر؛
پڇي آهن "پروس"، ويچها شال اچن،
ڪري مولا مارو، شل ويڙه ورن،
وڃي ڏن ويڙهيچن جو، ڪريان ديدار عمر.

* * * * *

